جنرل نالیج انٽرنيشنل

# چو، ڇا، ڪيئن ۽ ڪڏهن؟

يوسف سنڌي

گلشن

# ڇو ڇا، ڪيئن ۽ ڪڏهن؟

(عام معلومات سوالن جواب ۾)

يوسف سنڌي

گلشن پبليڪيشن
حيدرآباد/لاڙڪاڻو 2006ع

گلشن پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر- 70

ڪتاب جو نالو: چو چا, ڪيئن ۽ ڪڏهن؟
ليکڪ : يوسف سنڌي
ڇپائيندڙ : صفدر علي بلوچ
گهر نمبر 1816 .H.C.B، ممتاز ڪالوني،
قاضي عبدالقيوم روڊ، حيدرآباد سنڌ.
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: موهن لال مڪواڻا
ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: انٽيل ڪميونيڪيشنز 8، ربي چيمبر،
حيدر چوڪ، گاڏي کاتو، حيدرآباد سنڌ.
ڇاپو پهريون : 2003ع
ڇاپو ٻيو : 2006ع



**CHHO, CHHA, KEEAN AIN KADHAIN** (General Knowledge)
By Yousif Sindhi
Edition: First, 2003
Second Edition: 2006
Published by Safdar Ali Baloch, Gulshan Publication, H.C.B-1816,
Mumtaz Colony, Qazi Abdul Qayoon Road, Hyderabad, Sindh.
Composed by Mohan Lal Makwana, Intel Communications, Hyd.
Book No. 70



پنهنجي بيحد پياري دوست

## مشتاق احمد سومرو

جي نالي.

# فهرست

# پبلشر پاران

اسان جي اداري جي اها جاکوڙ رهي آهي ته مختلف موضوعن تي سنا ۽ معياري ڪتاب ڇپرائي پنهنجي پڙهندڙن کي ڏيون. ان ڏس ۾ وقتاً فوقتاً تاريخي، سماجي، ادبي ۽ علمي ڪتاب ڇپرايا آهن ۽ هاڻ عام معلومات جو ڪتاب "ڇو، ڇا، ڪيئن ۽ ڪڏهن" اوهان جي هٿن ۾ آهي. اميد ته پڙهندڙ هن ڪتاب مان سٺي ڄاڻ حاصل ڪندا. ڇو ته هي ڪتاب ذهني آزمائش جي شاگردن لاءِ هڪ انمول تحفو آهي، جنهن کي محترم يوسف سنڌي ڏينهن رات محنت ڪري اسان کي ڇپائي لاءِ ڏنو، جنهن لاءِ ادارو گلشن پبليڪيشن سنڌس ٿورائتو آهي.

اميد ته پڙهندڙ، هن ڪتاب مان مختلف موضوعن تي ڄاڻ حاصل ڪري لاڀ پرائيندا.

صفدر علي بلوچ

12-1-2002

# پنهنجي پاران

اُن وقت آئون انين ڪلاس ۾ پڙهندو هئس، ڪورس جي ڪتابن سان ايتري دلچسپي نہ هوندي هيم، جيتري ڪهاڻين ۽ بين غير نصابي ڪتابن پڙهڻ سان هوندي هيم ۽ اهوئي سبب هو جو آئون ڪلاس جو ڏڏ ڇوڪرن ۾ شمار ٿيندو هئس ۽ سدائين پوين بئنچن تي ويهڻ جي حقدار هوندو هئس. انهن ڏينهن، هڪ ڏينهن محترمہ سائين الهڏنہ ٻانهيپوٽہ ڪلاس ۾ آيو، سندس ڪو پيرڊ هو. ان ڏينهن شايد سندس پڙهائڻ جو موڊ نہ هو، سو ڪلاس کي ٻن حصن ۾ ورهائي عام معلومات جا سوال پڇڻ لڳو. "مري وياسين!" منهنجي ڪنهن دوست نونٽ هڻندي چيم. جو سائين چيو هو تہ جنهن بہ گروپ جو ڇوڪرو جواب نہ ڏيندو، تنهن کي ٻي گروپ جو ڇوڪرو چماٽ هڻندو. بس پوءِ سائينءَ سوال شروع ڪيا. "روس جي گاڏيءَ جو هنڌ ڪهڙو آهي؟" ٻنهي گروپن مان ڪنهن بہ آگر مٿي نہ ڪئي. ڪلاس جا هوشيار ڇوڪرا، جن جو سڄو زور رٽڻ تي هوندو هو، سي مينهن ۾ پنل ڪڪڙ وانگر هڪ ٻئي ۾ لڪڻ لڳا. "جنهن کي اچي هٿ مٿي ڪٽي." سائينءَ چيو، ۽ مون ڊڄندي ڊڄندي هٿ مٿي ڪنيو. ڪلاس ۾

نهڪڙو مچي ويو. ”اڙي سبق به مس ٿو پڪو ڪري سو ٿو هي ٻڌائي.“ سائين ٻي گروپ جي ڇئن پنجن ڇوڪرن کان پڇيو، پر هنن نه ٻڌايو، ”ها! تون ٻڌاءِ.“ سائينءَ مونکي اشارو ڪيو. ”ماسڪو“ ”شاباس! هڻ چمات.“ بس پوءِ منهنجا جاوا ٿي ويا. ٻينل ڇوڪرا اهي هئا، جيڪي سدائين اسپيلون ڪڇيون ٿيڻ تي مونکي چماتون هڻندا هئا. سو مون به پري اهڙيون چماتون جو اجان ياد ڪندا هوندا. پوءِ سوال ۽ جواب ٿيندا رهيا ۽ ان ڏينهن مون چماتن مان خوب هٿ ناريا.

ان ڏينهن کانپوءِ جو آئون اڳ ۾ ئي ڪجهه ڪتاب ۽ اخبارون پڙهندو هئس، ٻين ڇوڪرن کي غير نصابي ڪتاب پڙهڻ جو شوق ٿيو ۽ پوءِ اهو شوق وڌندو ويو. منهنجي ۽ نور احمد سومري جي وچ ۾ اڪثر چٽا پيٽي ٿيندي هئي. ان کان سواءِ محمود عالم سومرو، نظير ميمڻ، حاجي ڪڇي. مشتاق فاضلاڻي ۽ موتو مل پڻ چٽا پيٽيءَ حصو وٺندا هئا. ان وقت مون جيڪي عام معلومات جون ڪاپيون تيار ڪيون هيون، تن کي پوءِ ترتيب ڏيئي هڪ پبلشر کي ڏنم، جنهن ڇپائڻ جون ذمون ڪنيو. پر اڄ تائين پبلشر مسودي سميت گم آهي.

پوءِ جڏهن هڪ ڏينهن حاجي تقيءَ ڏکنهن عام معلومات جي ڪتاب ڇپائڻ جو ذڪر ڪيو ته مون ڪيس هن ڪتاب جو ٻڌايو، جنهن ڪتاب کي ڇپائڻ جي حامي ڀري. پر وقت گذرڻ سان گڏ ائين ٿي نه سگهيو. تنهن کان پوءِ هن ڪتاب کي گلشن پبليڪيشن کي ڇپائي لاءِ ڏنو. ائين هي ڪتاب جيڪو شايد آئون ڪڏهن به نه ڇپايان ها، اتفاق سان ڇپجي ويو. هن ڪتاب جي فيئر ڪرڻ ۾ منهنجي مدد دوست محمود عالم سومري ڪئي، جنهن لاءِ سندس ٿورا نه مڃڻ بي واجبي ٿيندي.

جيئي سنڌ.

**يوسف سنڌي**

دڙو ١٨- آڪٽومبر ١٩٨٩ع

# هڪ سوال

ڪجھ وقت پنھنجو هڪ ڇپيل ڪتاب، پنھنجي هڪ دوست کي ڏيڻ ويس. هن ڪتاب ورنندي، مون کان سوال ڪيو، ”تنھنجو مقصد ڪھڙو آهي... تون چاهين ڇا ٿو؟“

اهو سوال منھنجي ذهن ۾ ويھي رهيو ۽ آءُ بار بار اهو سوال منھنجي اڳيان سوال بنجي اُڀرندو رهيو ۽ هڪئي ويھڪ ۾ ڪيترائي پنا لکي ويس ته ”منھنجي زندگيءَ جو مقصد ڪھڙو آهي؟“ پر ڪوبہ واضح جواب نہ مليم. ائين ڪافي وقت گذري ويو.

آءُ سمجھان ٿو ته هن بي علم سماج ۾، جتي منافقيون، مڪاريون ۽ دوکي بازيون ڪر ڪنيو بيٺيون هجن، اُتي ڪري بہ ڇا ٿو سگھجي؟

اهوئي ته، هڪ ڪنڊ ۾ ويھي ڪم ڪجي.

هاڻ اهو سمجھہ ۾ آيو اٿم ته منھنجي زندگي جو مقصد آهي، ”چاڻ شيئر ڪرڻ.“

منھنجو ڪم آهي ”ڄاڻ ورهائڻ.“

آئون ڄاڻ شيئر ڪندو رهندس... بس اهوئي منھنجو مقصد آهي... اها ئي منھنجي زندگي آهي...

هي ڪتاب بہ انھي سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي.

يوسف سنڌي
10-1-2002

## 1- پاڻ سڳورا:

س: سڳورن کي نبوت گهڻن سالن جي ڄمار ۾ ملي؟
ج: چاليهن سالن جي عمر ۾.
س: پاڻ سڳورن جڏهن وفات ڪئي اُن وقت سندس عمر گهڻي هئي؟
ج: ٦٣ سال.
س: حضور صلعم جي گهر وارين کي ڇا چيو ويندو آهي؟
ج: اُمهات المومنين (مومنن جون مائرون)
س: ٻڌايو تہ پاڻ سڳورن جي سرپرستيءَ ۾ سڀ کان گهڻي فوج ڪهڙي غزوه ۾ شامل هئي؟
ج: غزوه تبوڪ ۾.
س: پاڻ سڳورن ڪهڙي شيءَ کي جنت جي ڪنجي سڏيو آهي؟
ج: ڪلمي طيب کي.
س: پاڻ سڳورا مديني ۾ ڪنهن جا مهمان ٿي رهيا ۽ ڪيترو عرصو؟
ج: حضرت ايوب انصاريءَ وٽ. ست مهينا.
س: جڏهن بيبي خديجہ وفات ڪئي اُن وقت پاڻ سڳورن جي عمر مبارڪ گهڻي هئي؟
ج: ۴۹ سال.
س: ٻڌايو تہ پاڻ سڳورن جي وفات وقت مسلمانن جو تعداد گهڻو هو؟
ج: سوا لک جي لڳ ڀڳ
س: پاڻ سڳورن جي پيدائش واري سال ڪهڙو وڏو واقعو پيش آيو؟
ج: اصحاب فيل جو واقعو.
س: ٻڌايو تہ پاڻ سڳورن سڀ کان پهرين ڪهڙي ٻانهيءَ جي ٿڃ پيتي؟
ج: ابولهب جي ٻانهي ”ثوبيہ“.

س: ٻڌايو تہ پاڻ سڳورن کي گهٽيون نياڻيون هيون؟
ج: چار.
س: پاڻ سڳورا حضرت ابوبڪر سان گڏ غار ثور ۾ گهٽا ڏينهن ترسيا؟
ج: ٽي ڏينهن.
س: حضور جن جي ڪفن ۾ گهٽا ڪپڙا استعمال ٿيا؟
ج: ٽي
س: پاڻ سڳورن کي ڪهڙي رنگ جو لباس پسند هو؟
ج: سفيد رنگ جو.
س: "شفيع المذنبين" ڪهڙي نبي کي چيو وڃي ٿو؟
ج: پاڻ سڳورن کي.
س: تيمم سڀ کان پهرين ڪهڙين نبيءَ جي امت ۾ جائز ٿيو؟
ج: آنحضرت صلعم.
س: پاڻ سڳورن جو وات ڪونيو پيءُ ڪير هو؟
ج: حارث بن عبدالعزيٰ.
س: ٻڌايو تہ ڪهڙيءَ عورت جي مخبريءَ تي پاڻ سڳورن هجرت ڪئي؟
ج: حضرت رقيقہ بن صيفي.
س: حضور صلعم جي پڙ ڏاڏي هاشم جو اصل نالو ٻڌايو؟
ج: شيبہ.
س: پاڻ سڳورن ڪهڙي ڏينهن کي يوم الحرام چيو هو؟
ج: حجتہ الوداع جي ڏينهن کي.

## 2- صحابي سڳورا:

س: حضور صلعم کان پوءِ سڀ کان پهرين ڪهڙي صحابي اسلام جو اظهار ڪيو؟
ج: حضرت غياث بن الارت تميمي.
س: حضرت ابو عبيده بن جراح جو مزار ڪٿي آهي؟
ج: دمشق (شام)

س: حضرت سلمان فارسيءَ جو اصل نالو ٻڌايو؟
ج: مابہ بن بوذخشان.
س: ٻڌايو تہ سڀ کان پهرين ڪهڙي صحابي وفات ڪئي؟
ج: حضرت اسد بن زراه رضہ.
س: ٻڌايو تہ ساقي "زم زم" ڪهڙي صحابي کي چيو ويندو آهي؟
ج: حضرت عباس رضہ.
س: بيت المقدس جون چاٻيون سڀ کان پهرين ڪهڙي صحابي جي حوالي ڪيون ويون؟
ج: حضرت عمر فاروق.
س: پاڻ سڳورن فياض جو لقب ڪنهن کي ڏنو؟
ج: حضرت طلحہ رضہ.
س: حضرت سعد بن ابي وقاص ڪهڙي قبيلي سان تعلق رکندو هو؟
ج: قبيلہ بني زهره.
س: ترجمان القرآن ڪهڙي صحابيءَ کي چيو وجي ٿو؟
ج: حضرت عبدالله بن عباس.
س: حضرت خالد بن وليد جي ڪنيت ٻڌايو؟
ج: ابو سلمان.
س: مديني جي هجرت کان پوءِ سڀ کان پهرين ڪهڙو صحابي پيدا ٿيو؟
ج: حضرت عبدالله بن زبير.
س: ٻڌايو تہ ڪهڙي صحابيءَ کي "سيد المسلمين" چيو وجي ٿو؟
ج: ابي بن ڪعب رضہ.
س: حضرت ابو هريره رضہ جو اصل نالو ٻڌايو؟
ج: عمير رضہ.
س: بدر جي جنگ ۾ انصارن مان سڀ کان پهرين ڪهڙو صحابي شهيد ٿيو؟
ج: حارث بن سراقہ
س: "امير المومنين في الحديث" ڪهڙي صحابيءَ جو لقب آهي؟
ج: حضرت عبدالله بن عباس.

س: حضرت ابو هريره رضہ کان پوءِ ڪهڙي صحابيءِ سڀ کان وڌيڪ حديثون روايت ڪيون آهن؟
ج: حضرت عبدالله بن عباس
س: پاڻ سڳورن ڪهڙي صحابي کي "ذوالجناحين" جو خطاب ڏنو؟
ج: حضرت جعفر طيار رضہ.
س: باب العلم تہ حضرت عليءَ کي چيو وڃي ٿو. پر بحرالعلم ڪهڙي صحابيءَ کي چيو ويندو آهي؟
ج: حضرت عبدالله بن عباس.
س: حضرت بلاول حبشي اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ ۾ ڪنهن جو غلام هو؟
ج: اميہ بن خلف.

## 3- خلفاءِ راشدين

س: حضرت عمر جي دور حڪومت جي سڀ کان پهرين جنگ جو نالو ٻڌايو؟
ج: جنگ يرموڪ.
س: بيعت رضوان جي موقعي تي حضرت عثمان طرفان بيعت ڪنهن ڪئي؟
ج: خود پاڻ سڳورن.
س: "ذوالقرنين" ڪنهن جو خطاب آهي؟
ج: حضرت عثمان.
س: حضرت عمر جو قاتل ابو لولو فيروز ڪنهن جو غلام هو؟
ج: ذمغير بن شعيب.
س: حضرت عمر جي آخري دور ۾ مڪران ڪنهن فتح ڪيو؟
ج: حضرت عبدالله بن عامر.
س: ٻڌايو تہ "نصيب اسلام" ڪهڙي خليفي کي چيو ويندو آهي؟
ج: حضرت علي رضہ

س: حضرت عمر رضہ تي قاتلانہ حملو ڪهڙي نماز جي وقت ٿيو؟
ج: فجر جي نماز وقت.
س: حضرت علي هجرت جي موقعي تي پاڻ سڳورن سان ڪهڙي هنڌ اچي مليو؟
ج: قبا جي جاءِ تي.
س: پهرين هجرت (هجرت حبشہ) ۾ شامل ڪهڙو صحابي پوءِ خليفو ٿيو؟
ج: حضرت عثمان رضہ.
س: ”مزين منبر و محراب“ ڪهڙي خليفي کي ڇيو وڃي ٿو؟
ج: حضرت عمر فاروق.
س: جنگ يرموڪ حضرت عمر جي دور حڪومت ۾ لڳي بڌايو تہ ان ۾ اسلامي لشڪر جو سپہ سالار ڪير هو؟
ج: حضرت اسامہ بن زيد.
س: حضرت عمر فاروق جي ما [illegible] و بڌايو؟
ج: خنمتد.
س: ”يار غار“ جي نالي سان ڪهڙي خليفي کي ياد ڪيو ويندو آهي؟
ج: حضرت ابوبڪر صديق.
س: ڪهڙي خليفي گهوڙن تي زڪوات لڳائي؟
ج: حضرت عمر فاروق.
س: حضرت عمر فاروق ڪهڙي سن نبوي ۾ اسلام قبول ڪيو؟
ج: سن ٦ نبوي ۾.
س: حضرت عمر جڏهن مديني کان ٻاهر ويندو هو تہ ڪهڙي صحابي کي پنهنجو نائب مقرر ڪندو هو؟
ج: حضرت علي رضہ.
س: حضرت ابوبڪر جي دور ۾ سڀ کان وڏو قاضي يعني چيف جسٽس ڪير هو؟
ج: حضرت علي رضہ.
س: حضرت ابوبڪر ڪهڙي شيءِ جو واپار ڪندو هو؟
ج: ڪپڙي جو واپار.

س: حضرت ابوبڪر جي پيءُ ڪڏهن ايمان آندو؟
ج: رمضان ٨ هجري، مڪي جي فتح وقت.
س: ابو عبدالله ۽ ابو عمرو ڪهڙي خليفي جي ڪنيت آهي؟
ج: حضرت عثمان.

## 4- مذاهب عالم:

س: اڪبر اعظم جي جاري ڪيل مذهب "دين الاهيءَ" جو ٻيو نالو ٻڌايو؟
ج: توحيد الاهي.
س: حضرت عيسيٰ جو جنم ڏينهن ٢٥ ڊسمبر ملهائڻ جو فيصلو ڪڏهن ڪيو ويو؟
ج: چوٿين صدي عيسوي جي وچ ڌاري.
س: تماڪ نوشي دنيا جي ڪهڙي واحد مذهب ۾ حرام آهي؟
ج: مذهب جو نالو "پارسي" مجوسي.
س: حضرت عيسيٰ کي ڪهڙي جاءِ تي ڦاسي ڏني ويئي؟
ج: ططيانوس.
س: ڪهڙي مذهب ۾ مردي کي ڇهڻ حرام آهي؟
ج: پارسي مذهب.
س: ڇا اوهين ٻڌائي سگهو ٿا ته هندن جي ڇئن قديم مذهبي ڪتابن کي ڇا چيو ويندو آهي؟
ج: ويد.
س: ڇا اوهين چين جي ٽن مشهور مذهبن جا نالا ٻڌائي سگهو ٿا؟
ج: ٻڌ ڌرم، ڪنفيوشزم، تائو ازم.
س: انگلستان جو سرڪاري مذهب ڪهڙو آهي؟
ج: پروٽيسٽنٽ.
س: ٦٦٠ ق.م پارسي مذهب ۾ ڪهڙي اهميت رکي ٿو؟
ج: پارسي مذهب جو باني زرتشت پيدا ٿيو

س: ايشيا جي ڪهڙي ملڪ جو سرڪاري مذهب رومن ڪئٿولڪ آهي؟

ج: فلپائين

س: اوهان آمريڪا جي ان واحد صدر جو نالو ٻڌائي سگهو ٿا جيڪو رومن ڪئٿولڪ هو؟

ج: جان - ايف - ڪينيڊي.

س: پروٽيسٽنٽ کي انگلستان جو سرڪاري مذهب ڪنهن مقرر ڪيو؟

ج: راڻي ايلزبيٿ.

س: مارٽن لوٿر پروٽيسٽنٽ تحريڪ جي شروعات ڪٿان ڪئي؟

ج: وٽن برگ ڪان.

س: شنتو ازم جي شروعات ڪڏهن ٿي ۽ ان جي مذهبي ڪتاب جو نالو ٻڌايو؟

س: ٧١٢ ق. م. "Kojiki"

س: قديم يوناني مذهب ۾ ڪهڙي پهاڙ جي چوٽيءَ کي ديوتائن جو گهر تصور ڪيو ويندو هو؟

ج: مائونٽ اولمپس.

س ٻڌ ڌرم جو مذهبي ڪتاب ڌماپد ڪهڙي زبان ۾ آهي؟

ج: پالي زبان ۾

س: ڪهڙي مشهور مذهب جا ماڻهو حضرت عيسيٰ کي پيغمبر نٿا مڃين؟

ج: يهودي.

س: "ڪتاب الخوش" ڪنهن کي چوندا آهن؟

ج: توريت.

س: سيمسن ۽ ڊيلائيلا جو ذڪر ڪهڙي مذهبي ڪتاب ۾ آيل آهي؟

ج: بائيبل

س جين ڌرم جو باني ڪير آهي؟

ج: مهاوير ورڌ هامنا

# 5- تاريخ اسلام

س: تبوڪ جي لڙائي گهٽا ڏينهن هلي؟
ج: جنگ ڪونہ لڳي هئي.
س: غزوه حنين ۾ اوچتو حملي سبب مسلمانن ۾ افراتفري مچي ويئي هئي ۽ ماڻهو ڀڄڻ لڳا هئا. ڀڏايو تہ ڪنهن بلند آواز سان مسلمانن کي سمجهايو هو؟
ج: حضرت عباس رضہ.
س: امام حسين جي انهن ٽن پٽن جا نالا ٻڌايو جيڪي ڪربلا ۾ شهيد ٿيا؟
ج: حضرت قاسم ـ حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عبدالله.
س: بدر جو ميدان جتي جنگ بدر لڳي هئي مديني کان گهڻو پري آهي؟
ج: ٨٠ ميل.
س ڪربلا جي واقعي وقت ڪهڙي اُم المومنين حيات هئي؟
ج: بيبي اُم سلمہ رضہ.
س: ان ڀهرئين سلطان جو نالو ٻڌايو جنهن جشن عيد ميلادالنبي ملهايو؟
ج: ابو سعيد مظفر.
س: ٻڌايو تہ ام القبليتن ڪنهن جو لقب آهي؟
ج: آنحضرت صلعم.
س: بيعت رضوان جو ٻيو نالو ٻڌايو؟
ج: بيعت الشجره.
س: ٻڌايو تہ خانہ ڪعبہ جو طواف ڪٿان شروع ٿئي ٿو؟
ج: حجر اسود کان.
س: يوم عرفات ڪهڙي ڏينهن ملهايو ويندو آهي؟
ج: يوم حج (٩ ذي الحج)
س: ٻڌايو تہ الله، معلم ڪتاب حڪمت ڪنهن کي چيو آهي؟
ج: حضور صلعم جن کي.

س: ان جاءِ جو نالو ٻڌايو جتي حاجي احرام ٻڌن ٿا؟
ج: ميقات.
س: قرآن پاڪ جي آخري وحيءَ جي ڪاتب ڪير هو؟
ج: حضرت ابي بن ڪعب.
س: قرآن پاڪ جي اُن سوره جو نالو ٻڌايو جيڪا سڀ کان وڏي آهي؟
ج: سوره بني اسرائيل.
س: ڪعبته الله جو پهريون متولي پيغمبر ڪنهن کي چيو وڃي ٿو؟
ج: حضرت اسماعيل.
س: سوره الوداع قرآن پاڪ جي ڪهڙي سوره کي چيو ويندو آهي.
ج: سوره نصر.
س: عشره مبشره (ڏهه جنتي) ۾ شامل ڪهڙي صحابيءَ ٻه ڀيرا هجرت ڪئي؟
ج: حضرت عثمان غني.
س: حضرت زينب بنت علي رضه جو مزار ڪٿي آهي؟
ج: قاهره ۾.
س: پاڻ سڳورن جي اُن ڦڦيءَ جو نالو ٻڌايو جنهن خندق جي جنگ ۾ هڪ يهوديءَ کي ماري ڇڏيو؟
ج: حضرت صفيه رضه.

## 6- يورپ

س: يورپ جو ڪهڙو ملڪ دعويٰ ڪري ٿو ته هو يورپ جو سڀ کان پراڻو جمهوري ملڪ آهي؟
ج: سان مرينو (قائم ۳۰۱ع ۾ ٿيو)
س: اسپين ۾ مسلمانن جو دور حڪومت گهٽا سال هليو؟
ج: اٽڪل ساڍا ست سئو سال.
س: يورپ جي ڪهڙي ملڪ جي ڌاڌي جو هنڌ اصل زمين ۽ ٽيرنهن ٻين ٻيٽن تي مشتمل آهي؟

ج: (سويڊن) اسٽاڪ هوم
س: ٻڌايو ته يورپ جي تاريخ ۾ براون هائسو جي ڪهڙي اهميت آهي؟
ج: برلن ۾ نازين جي آفيس.
س: يورپ جي ڪهڙي ملڪ جي پڪيڙ ٩٩٩ ميل آهي؟
ج: لڪسمبرگ.
س: مشهور پشڪن ٿئيٽر يورپ جي ڪهڙي شهر ۾ آهي؟
ج: لينن گراڊ (روس ۾).
س: ٻڌايو ته آسٽريا ۾ گهٽا صوبا آهن؟
ج: نو (٩)
س: ناروي جي زبان ۾ ناروي کي ڇا چيو ويندو آهي؟
ج: Norge
س: يورپ جي ڪهڙي ملڪ ۾ ٨٩ صوبا آهن؟
ج: پولينڊ.
س: يورپ جي ڪهڙي ملڪ عيسائي ملڪ جي حيثيت سان هڪ هزار ساله سالگره ملهائي؟
ج: فرانس.
س: يورپ جي اُن ملڪ جو نالو ٻڌايو جنهن سڀ کان پهرين اتر ويتنام کي تسليم ڪيو؟
ج: سويڊن.
س: يورپ ۾ تماڪ نوشي ڪنهن متعارف ڪئي؟
ج: فرانسيڪو فرڊيننڊ.
س: ”نارمنڊي“ ڪٿي آهي؟
ج: فرانس جو هڪ صوبو.
س: جرمني ليگ آف نيشنس (قومن جي جماعت) جو ميمبر ڪڏهن بنيو؟
ج: ١٩١۴ ۾.
س: بازن (عقابن) جي سر زمين ڪهڙي ملڪ کي چيو وڃي ٿو؟
ج: البانيه

س: جنهن سال ايوب خان حڪومت تان لٿو ان سان فرانس ۾ ڪهڙو اهم واقعو پيش آيو؟
ج: جنرل ڊيگال حڪومت تان دستبردار ٿيو.
س: ٻڌايو ته آئرلينڊ ڪنهن ڳولي لڌو؟
ج: مسٽر وائيڪنگز.
س: هائيڊن برگ لائين ڪهڙن ٻن ملڪن جي وچ ۾ آهي؟
ج: جرمني ۽ پولينڊ وچ ۾.
س: البانيه آزاديءَ کان اڳ ڪهڙي ملڪ جي قبضي ۾ هو؟
ج: اٽلي.
س: جديد يونان، آزاد بادشاهت جو اعلان ڪهڙي سن ۾ ڪيو؟
ج: ١٨٣٠ع ۾.

## 7- ايشيا

س: ايشيا جي دل ڪهڙي ملڪ کي چيو ويجي ٿو؟
ج: ملائيشيا کي.
س: جاپان جي ٽن وڏن شهرن جا نالا ٻڌايو؟
ج: ٽوڪيو. اوساڪا. ڪيوٽو.
س: ڏکڻ اوله ايشيا جي ڪهڙي ملڪ جي گاڏيءَ جي هنڌ جو پراڻو نالو ڪي شو (Ke- sshow) آهي؟
ج: هنوئي (ويٽنام)
س: چين جي ٽن وڏن شهرن جا نالا ٻڌايو؟
ج: شنگھائي. بيجنگ. ٽينشن.
س: ڇا اوهين انڊونيشيا جو سچو نالو ٻڌائي سگهو ٿا؟
ج: يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف انڊونيشيا.
س: سري لنڪا جو پراڻو نالو سيلون آهي، پلا سيلون کان اڳ جو نالو ٻڌائي سگهون ٿا؟
ج: سرانديپ

س: پڌايو ته سنگاپور ملائشيا کان ڪڏهن ڌار ٿيو؟
ج: ١٩٦٥ع.
س: ايشيا جي ڪهڙي ملڪ کي پيٽن جي سلطنت چيو ويجي ٿو؟
ج: مالديپ.
س: انڊونيشيا جي ان ٻيٽ جو نالو ٻڌايو جنهن جي آبادي ملڪ جي ٽوٽل آبادي جو ستر سيڪڙو آهي ۽ پکيڙ ست سيڪڙو آهي؟
ج: جاوا.
س: پکيڙ جي لحاظ کان ايشيا جو سڀ کان ننڍو ملڪ ڪهڙو آهي؟
ج: سنگاپور.
س: جاپان جي قديم دارلحڪومت جو نالو ٻڌايو؟
ج: Nagoya.
س: ١٩٢٨ع کان اڳ پيڪنگ جو نالو ڇا هو؟
ج: پيڪپنگ
س: ايران ۾ ڪل ڳهٽا صوبا آهن. ۽ صوبي جي سربراهه کي ڇا چيو ويندو آهي؟
ج: ١۴ صوبا. گورنر جنرل
س: ٻڌايو ته بندر خميني (بندر عباس) ڪهڙي ملڪ ۾ آهي؟
ج: ايران.
س: ٻڌايو ته اوڪاسا شهر ڪهڙي ايشيائي ملڪ ۾ آهي. چين يا ڪوريا؟
ج: جاپان ۾.
س: سعودي عرب کي اڳ ۾ ڇا چيو ويندو هو؟
ج: مملڪت نجدو حجاز.
س: ٻڌايو ته سعودي عرب جو باني ڪير هو؟
ج: سلطان عبدالعزيزابن سعود.
س: ٻڌايو ته يوڪوهاما بندرگاهه ڪهڙي ملڪ ۾ آهي؟
ج: جاپان.

# 8- ٻيٽ، صحرا، آبشار ۽ دريا

س: فلپائن ۷۰۰۰ ٻيٽن تي مشتمل ملڪ آهي. ٻڌايو ته انهن مان سڀ کان وڏي ٻيٽ جو نالو ٻڌائيندا؟

ج: لوزون.

س: گرين لينڊ ٻيٽ ڪهڙي کنڊ ۾ آهي؟

ج: اتر آمريڪا ۾.

س: ٻڌايو ته ڪورسيڪا ۽ هيلنا نالي ٻيٽ ڪهڙن ملڪن ۾ آهن؟

ج: فرانس ۽ برطانيه ۾.

س: مائونٽ ڪرسٽ نالي ٻيٽ ڪٿي آهي؟

ج: اٽليءَ جي اولهه ۾ چاليهه ميل پري.

س: هوائي ٻيٽ ڪنهن دريافت ڪيا؟

ج: ڪئپٽن جيمس ڪڪ.

س: دشت لوط يا دشت لت ڪهڙي ملڪ جو سڀ کان وڏو ريگستان آهي؟

ج: ايران.

س: ٻڌايو ته "ربع الخاني" نالي مشهور ريگستاني ڪٿي آهي؟

ج: عربستان ۾.

س: ٻڌايو ته صحرا "رڻ جو ڪڇ" ڪيتري علائقي ۾ پکڙيل آهي؟

ج: هزار مربع ميل.

س: صحرا ڪالا هاري ڪٿي آهي؟

ج: بوٽسوانا.

س: ٻڌايو ته ڪانگو دريا ڪهڙي آبشار مان نڪري ٿو؟

ج: اسٽيلي آبشار مان.

س: نيا گرا آبشار ڪٿي آهي؟

ج: دريا نيا گرا ۾. ڪئناڊا

س: دنيا جو سڀ کان وڏو آبشار اينجل ڪٿي آهي؟

ج: وينزويلا ۾.

س: نيلم دريا ڪٿي آهي؟
ج: ڪشمير ۾.
س: شط العرب هڪ دريا جو نالو آهي. ان جو اهم استعمال ڇا آهي؟
ج: جهاز راني.
س: دريا ميڪانگ ڪٿان نڪري ٿو؟
ج: تبت مان.
س: ٻڌايو ته وولٽا دريا ڪٿي آهي؟
ج: گهانا ۾.
س: دريا ''آر'' ڪٿي آهي؟
ج: سئيٽزر لينڊ ۾.
س: ڇا اوهين ٻڌائي سگهو ٿا ته مشهور پاناما نديءَ جي تعمير ڪنهن شروع ڪئي؟
ج: فرانسيسين.
س: ڇا اوهين ٻڌائي سگهو ٿا ته نياگرا آبشار کي اهو نالو ڪنهن ڏنو ۽ ان جي معنيٰ ڇا آهي؟
ج: ريڊ انڊين ماڻهن ـ معنيٰ اٿس پاڻيءَ جو گوڙ يا ڌماڪو.
س: ٻڌايو ته ايشيا کنڊ ۾ سڀ کان وڏو ٻيٽ ڪهڙو آهي؟
ج: بورنيو (انڊونيشيا ۾)

## 9- آفريڪا ۽ آسٽريليا

س: مراڪش جي سڀ کان پهرينءَ باد شاهه سلطان محمد پنجين، جنهن جو اصلي نالو محمد بن يوسف هو، تنهنجي مراڪش جي تاريخ ۾ ڪهڙي اهميت آهي؟
ج: هن مراڪش کي آزادي ڏياري هئي.
س: ١٩٥٢ع ۾ ڪينيا کي برطانيه جي قبضي کان آزادي ڏيارڻ لاءِ ''مائو مائو تحريڪ'' قائم ڪئي ويئي هئي، ٻڌايو ته اها ڪنهن جي اڳوائيءَ ۾ قائم ڪئي وئي هئي؟
ج: جوموڪينياٽا.

س: آفريڪا جو اهو ڪهڙو ملڪ آهي جيڪو يورپ کي تمام گهڻو ويجهو آهي؟
ج: مراڪش.
س: آسٽريليا جي ان وزيراعظم جو نالو ٻڌايو جيڪو سمنڊ ۾ وهجندي ٻڏي مئو؟
ج: مسٽر هولٽ.
س: ٻڌايو ته هالينڊ وارن ڪهڙو کنڊ ڳولڻ ڪانپوءِ ان جو نالو ”نيو هالينڊ“ رکيو هو؟
ج: آسٽريليا.
س: ٻڌايو ته سڀ کان پهرين آسٽريليا جي ڪهڙي ڪالوني آباد ڪئي ويئي؟
ج: نيو سائوٿ ويلز.
س: آسٽريليا جي سڀ کان ننڍي رياست جو نالو ٻڌايو؟
ج: وڪٽوريا.
س: ٻڌايو ته آفريقي ملڪ سيراليون ڪنهن ڳولي لڌو؟
ج: مشهور پرتگالي سيلاني ”پيٽروڊي نيٽر“.
س: ڪهڙي آفريقي ملڪ جون سرحدون اٺن ملڪن سان مليل آهن؟
ج: سوڊان.
س: ڪانگو تي آزاديءَ کان اڳ ۾ ڪهڙي ملڪ جو قبضو هو ۽ ان ڪڏهن آزادي ماڻي؟
ج: بيلجيم، ٣٠ جون.
س: مصر کي ”تحفه نيل“ جو خطاب ڪنهن ڏنو؟
ج: هيروڊوٽس.
س: ڪيمرون، گيبون ۽ چاڊ ٽنهي آفريقي ملڪن جي تاريخ ۾ ١٩٦٠ع جي ڪهڙي اهميت آهي؟
ج: ٽنهي انهيءَ سال آزادي حاصل ڪئي.
س: آسٽريليا ۾ ڪل گهٽيون رياستون آهن؟
ج: ڇهه.

س: آڪٽومبر ١٩٧١ع ۾ هڪ آفريقي ملڪ پنهنجو نالو بدلائي زائر رکيو، ٻڌايو ته ان جو پهريون نالو ڪهڙو هو؟
ج: ڪانگو (هاڻ بيهر جمهوريه ڪانگو نالو رکيو ويو اٿس)
س: ڪيمرون تي ڪيمرون نالو ڪيئن پيو؟
ج: ڪيمرون نديءَ جي ڪري.
س: ڇا اوهين ٻڌائي سگهو ٿا ته ڏکڻ آفريقا جي ڏکڻ ۾ ڪهڙو شهر آهي؟
ج: ڪيپ ٽائون.
س عيدي امين ڪهڙي آفريقي ملڪ جو صدر هو؟
ج: يوگنڊا
س: پندرهين صدي عيسوي ۾ غلامن جو واپار ڪندڙ يورپين، آفريقين کي ٻاهر نيڻ شروع ڪيو. ٻڌايو ته سڀ کان پهرين انهن کي ڪٿي استعمال ڪيو ويو؟
ج: يورپ، خاص ڪري اسپين ۾.
س: ٻڌايو ته "المغرب" جو اصلاح ڪهڙن ملڪن لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو؟
ج: الجزائر، لبيا، مراڪش ۽ تيونس.
س: آزادي کان اڳ زمبابوي جو نالو ٻڌايو؟
ج: روڊيشيا.

## 10- آفريقا

س: آفريقا جي ان ملڪ جو نالو ٻڌايو جنهن سڀ کان پهرين آزادي حاصل ڪئي؟
ج: ليبيا.
س: آفريقا جي ان ملڪ جو نالو ٻڌايو جنهن جي گاديءَ جي هنڌ جو نالو هڪ آمريڪي صدر جي نالي تي رکيو ويو، گاڏي جو اهو هنڌ ١٨٢٢ع ۾ قائم ٿيو؟
ج: لائيبيريا (گاڏي جو هنڌ منرويا، جيمز منرو جي نالي تي).

س: آفريقا ۾ ڪل ڪيترا ملڪ آهن؟
ج: ٥١
س: آفريقا جي انهن ملڪن جا نالا ٻڌايو جن کي بندرگاهه ڪونهي؟
ج: مالي، نائيجر، زمبابوي، لسوٿو، سوازي لينڊ، چاڊ، بوٽسوانا ۽ برڪينا فاسو (اپروولٽا).
س: ٽن فرضي خطن، خط سرطان، خط جدي ۽ خط استوا مان ڪهڙو خط آفريقا مان گذري ٿو؟
ج: ٽئي گذرن ٿا.
س: آفريقا جي سڀ کان اوچي چوٽي ڪلمنجارو ڪهڙي ملڪ ۾ آهي؟
ج: تنزانيا.
س: ايٿوپيا جو پراڻو نالو حبشه آهي ڇا اوهين ايٿوپيا جو هڪ ٻيو نالو ٻڌائي سگهو ٿا؟
ج: ايبي سينا.
س: ”فيڊريشن آف روڊيشيا“ ختم ٿيڻ سان ڪهڙا ٽي ملڪ آزاد ٿا؟
ج: روڊيشيا ـ ملاوي ۽ زمبيا.
س: ١٨٧٥ع کان ١٩١٤ع تائين مصر جي حڪمرانن کي ڇا چيو ويندو هو؟
ج: خديو.
س: ”بش مين“ نالي ماڻهو آفريقا جي ڪهڙي علائقي ۾ رهن ٿا؟
ج: صحراءِ ڪالاهاري
س: آفريقا جي سڀ کان قديم قوم ڪهڙي آهي؟
ج: مصري (قطبي).
س: آفريقا جو سڀ کان ننڍو آزاد ملڪ ڪهڙو آهي؟
ج: گيمبيا.
س: زائر جو پراڻو نالو ڪانگو هو. (هاڻ ٻيهر جمهوريه ڪانگو) ٻڌايو ته زائر جي گاڏي جي هنڌ ”ڪنشاشا“ جو پراڻو نالو ڪهڙو هو؟
ج: ليو پولڊويل.
س: آفريقا جي سڀ کان اوچي چوٽي ته ڪلمنجارو آهي. اوهين ٻيو نمبر جي چوٽيءَ جو نالو ٻڌايو؟

ج: مائونٽ ڪينيا (۵۸ ۰ ۱۷ فوٽ)

س: گهڻي ۾ گهڻي ڇئن آفريڪي ريگستانن جا نالا ٻڌايو؟

ج: صحارا ـ ڪالاهاري، بوٽسوانا ۽ نميب.

س: ڪهڙو آفريقي ملڪ آمريڪا وارن آباد ڪيو؟

ج: لائيبيريا.

س: آفريقا ۾ ڪهڙي سال کي آزاديءَ جو سال سڏيو ويندو آهي؟

ج: ۱۹۶۰ع.

## 11- اسلامي ڪانفرنسون

س: ۱۹۷۴ع ۾ ٿيندڙ لاهور واري اسلامي سربراهه ڪانفرنس ۾ ڪهڙيون زبانون سرڪاري طور استعمال ڪيو ويون.؟

ج: عربي، انگريزي ۽ فرانسيسي.

س: لاهور واري سربراهه ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيندڙ سڀ کان ننڍو ملڪ ڪهڙو هو؟

ج: بحرين

س: لاهور واري سربراهه ڪانفرنس جي موقع تي جمع جي نماز جي امامت شيخ عبدالقادر آزاد ڪئي هئي، ٻڌايو ته هن پهرين ۽ ٻي رڪعت ۾ ڪهڙيون سورتون پڙهيون؟

ج: سوره فتح ۽ نصر.

س: ڪراچي ۾ ٿيندڙ مسلم پرڏيهي وزيرن جي ڪانفرنس ۾ ”مسلم بئنڪ“ جي رٿ ڪهڙي ملڪ ڏني هئي؟

ج: پاڪستان

س: ۲۲ فيبروري ۱۹۷۴ع اهو تاريخي ڏينهن هو، جنهن ڏينهن لاهور واري مسلم سربراهه ڪانفرنس جي شروعات ٿي. ڇا اوهين ان ڏينهن واري اسلامي تاريخ ٻڌائي سگهو ٿا.

ج: ۲۹ محرم الحرام ۱۳۹۴ هه

س: ڇا اوهين ٻڌائي سگهو ٿا تہ لاهور واري سربراهہ ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪندڙ وفدن جي ڪل ميمبرن جو تعداد گهڻو هو؟

ج: ٣٦٥

س: لاهور واري سربراهہ ڪانفرنس جو افتتاح قاري زاهد قاسميءَ جي تلاوت سان ٿيو. ٻڌايون تہ هن ڪهڙيون آيتون تلاوت ڪيون؟

ج: سوره آل عمران آيت ١٠٢ کان ١٠٤.

س: ”سمٽ مينار“ جيڪو لاهور سربراهہ ڪانفرنس جي يادگار طور ٺهرايو ويو، تنهن جي اوچائي گهڻي آهي ۽ اهو بہ ٻڌايو تہ ان جي ڊيزائين ڪنهن تيار ڪئي؟

ج: ١٣٨ فوٽ. دي دت دلوءَ.

س: لاهور سربراهہ ڪانفرنس جي موقعي تي جمع جي نماز پڙهڻ لاءِ بادشاهي مسجد ۾ سڀ کان پهرين ۽ سڀ کان آخر ۾ ڪهڙيون شخصيتون آيون؟

ج: پهرين مفتي اعظم فلسطين امين الحسيني ۽ آخر ۾ الجزائر جو صدر بومدين.

س: لاهور واري ڪانفرنس جي موقعي تي پاڪستان جي ڪهڙي روزنامہ اخبار جو سڀ کان ضخيم ايڊيشن شايع ٿيو؟

ج: روزنامہ ڊان (انگريزي) ڪراچي.

س: ان صدر جو نالو ٻڌايو جيڪو عيسائي هئڻ جي باوجود بہ بادشاهي مسجد ۾ آيو؟

ج: جمهوريہ چاڊ جو صدر نگارتاٽو مبلبايا.

س: لاهور واري ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪندڙ سعوي عرب جو وفد ۽ رابطہ عالم اسلاميءَ جو وفد گهڻن ڄڻن تي مشتمل هو؟

ج: سعودي عرب ١٩ ۽ رابطہ عالم اسلامي ١٢

س: ٻڌايو تہ ”يوم اسلامي سربراهہ ڪانفرنس“ ڪهڙي تاريخ تي ملهايو ويندو آهي؟

ج: ١٢ رب المرجب تي

س: ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيندڙ هڪ ملڪ جو وفد ٢٦ ڄڻن تي مشتمل هو ۽ ان ۾ هڪ ثقافتي طائفہ بہ شامل هئي، نالو ٻڌايو؟

ج: يوگنڊا.

س: لاهور واري ڪانفرنس جي لاءِ علامہ اقبال جي نظم ”طلوع اسلام“ جو عربي ترجمون ڪهڙي مشهور عربي شاعر ڪيو؟

ج: شيخ صادي شالان

س: لاهور واري سربراهہ ڪانفرنس جي سڄي ڪاروائي قلمبند ڪرڻ لاءِ ڪهڙي ملڪ چيو هو؟

ج: ترڪي

س: لاهور سربراهہ ڪانفرنس جي لاءِ ڪانفرنس جو ترانو ڪنهن لکيو؟

ج: جميل الدين عالي.

س: ڪهڙي اسلامي ملڪ لاهور ڪانفرنس ۾ مبصر جي حيثيت سان شرڪت ڪئي؟

ج: عراق

س: لاهور واري سربراهہ ڪانفرنس ۾ سڀ کان مختصر وفد ڪنهن جو هو؟

ج: عرب ليگ

س: ڪهڙي ملڪ جي درخواست تي پاڪستان لاهور ڪانفرنس ۾ پورچوگال سان سفارتي تعلقات ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو؟

ج: گني بسائو.

## 12- اولمپڪ رانديون

س: اولمپڪ رانديون جي پڄاڻيءَ تي ٽن ملڪن جا ترانا وڄايا ويندا آهن. انهن مان هڪ يونان جو ٻيو ميزبان ملڪ جو، ٻڌايو تہ ٽيون ڪهڙي ملڪ جو؟

ج: ان ملڪ جو جتي ايندڙ اولمپڪ رانديون ٿيڻون هونديون آهن.

س: ٻڌايو تہ اولمپڪ راندين ۾ گهٽ ۽ وڌ ۾ وڌ ڪيتري عمر جا رانديگر حصو وٺي سگهن ٿا؟

ج: عمر جي ڪا به حد مقرر ڪانهي.
س: ٻڌايو ته ٻن اولمپڪ راندين جي وچ ۾ گهٽ ۾ گهٽ وقفو هوندو آهي؟
ج: چئن سالن جو.
س: ميڪسيڪو اولمپڪ راندين ۾ "اولمپڪ مشعل" پهريون ڀيرو هڪ عورت ٻاري، ڇا اوهين ان جو نالو ٻڌائي سگهو ٿا؟
ج: مس نورما.
س: جديد اولمپڪ جي باني جو نالو ٻڌايو ۽ اهو به ٻڌايو ته هن ڪڏهن وفات ڪئي؟
ج: پيرن پيري دي ڪو برٽين. ٢ سيپٽمبر ١٩٣٧ع.
س: ميونخ ۾ ڪهڙي ملڪ باسڪٽ بال ۾ چانديءَ جو تمغو وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو؟
ج: آمريڪا.
س: ميڪسيڪو اولمپڪ ۾ پاڪستان جي هاڪي ٽيم جو ڪپتان ڪير هو؟
ج: طارق عزيز.
س: ٽوڪيو اولمپڪ ۾ ڪهڙيون به نيون رانديون شامل ڪيون ويون؟
ج: جوڊو ۽ والي بال.
س: اولمپڪ راندين ۾ تمغو حاصل ڪندڙ پهرين عورت جو نالو ٻڌايو؟
ج: پارلٽو ڪوپر.
س: ٻڌايو ته قديم اولمپڪس ۾ کٽندڙن کي ڇا ڏنو ويندو هو؟
ج: زيتون جي پنن جو تاج ۽ سرٽيفڪيٽ.
س: ١٩٣٦ع برلن اولمپڪس جو هيرو ڪنهن کي چيو وڃي ٿو؟
ج: آمريڪي نيگرو جي - سي اوٽر کي.
س: ڪهڙي اولمپڪس ۾ اولمپڪ مشعل يونان جي بادشاهه ڪانسٽنٽائن ٻاري هئي؟
ج: ٽوڪيو ١٩٦٤ع
س: سڀ کان پهرين اولمپڪ جهنڊو ڪٿي ڦڙڪايو ويو؟
ج: اينٽورپ (بيلجيم) اولمپڪس ١٩٦٠ع

س: قديم اولمپڪس ۾ پهريون فاتح اولمپڪ ڪنهن کي چيو وڃي ٿو؟
ج: ڪوريبس کي.
س:انٽرنيشنل اولمپڪ ڪميٽيءَ جي مرڪزي آفيس ڪهڙي ملڪ ۾ آهي؟
ج: سوئٽزر لينڊ.
س: ڇا اوهين ٻڌائي سگهو ٿا تہ قديم اولمپڪ راندين ۾ عورتن کي حصو وٺڻ جي اجازت هئي يا نہ؟
ج: نہ (پر پوءِ ملي ويئي هئي)
س: قديم اولمپڪ رانديون ڪهڙيون بادشاه جي حڪم سان بند ڪيون ويون هيون؟
ج: ٿيوڊوسيس اول.
س: قديم اولمپڪ رانديون گهٽا ڏينهن هلنديون هيون؟
ج: پنج ڏينهن.
س: ١٩٣٦ع ۾ برلن ۾ ٿيندڙ راندين جو افتتاح ڪنهن ڪيو؟
ج: زيوس .ZEUS
س: ١٩٨٠ع ۾ اولمپڪس لنڊن ۾ ٿيون، ٻڌايو تہ اڳ ۾ اهي ڪهڙي شهر ۾ ٿيٽون هيون؟
ج: روم.

## 13- جهنڊا (FLAGS)

س: ان ملڪ جو نالو ٻڌايو جتي ريڊ ڪراس جو جهنڊو سڄي دنيا کان مختلف آهي؟
ج: ايران
س: ڪهڙي جهنڊي تي دنيا جو نقشو ٺهيل اهي؟
ج: اقوام متحده.
س: ملڪن جا نالا ٻڌايو جن جا جهنڊا هڪ جهڙا آهن؟
ج: انڊونيشيا ۽ موناڪو، اٽلي ۽ آئرلينڊ، مصر ۽ لبيا.
س: ڇا اوهان کي خبر آهي تہ سڀ کان پهرين خلا ۾ ڪهڙي ملڪ جو جهنڊو موڪليو ويو ۽ ڪڏهن؟

ج: روس جو. جنوري ١٩٥٩ع ۾ لونا نمبر ١ جي ذريعي.

س: ڪهڙي ملڪ جي جهنڊي تي ٽي هاٿي نهيل آهن؟

ج: لائوس.

س: اقوام متحده جي جهنڊي تي دنيا جو نقشو نهيل آهي، ٻڌايو تہ ان نقشي جي چوڌاري ڇا نهيل آهي ۽ اها ڇا جي نشاندهي ڪري ٿي؟

ج: زيتون جون ٽاريون جيڪي امن جي نشاندهي ڪن ٿيون.

س: جيڪڏهن ڪنهن بحري جهاز تي پيلو جهنڊو ڦڙڪندو هجي تہ ان جو مطلب ڪهڙو آهي؟

ج: ان جهاز تي موذي پکڙيل هوندو.

س: ڪهڙن ملڪن جا جهنڊا چوڪور آهن؟

ج: سئٽيزلينڊ پوٽان، شارجہ ۽ ويٽڪن.

س: ڪهڙي ملڪ جي جهنڊي تي انگريزي ۾ R لکيل آهي؟

ج: روانڊا.

س: ڪهڙي ملڪ جي جهنڊي تي پيپر جو وڻ نهيل آهي؟

ج: ڪئناڊا.

س: ڪهڙي ملڪ جي جهنڊي تي اپرندڙ سج نهيل آهي؟

ج: ملاوي.

س: ان ملڪ جو نالو ٻڌايو جنهن جي جهنڊي تي "جارج ڪراس" نهيل آهي؟

ج: مالٽا.

س: جيڪڏهن هندستان جي جهنڊي سان اشوڪ چڪر ڪڍي ڇڏجي تہ ڪهڙي ملڪ جو جهنڊو نهي پوندو؟

ج: هنگري.

س: سرايڊمنڊ هالاريءَ جڏهن مائونٽ ايورسٽ فتح ڪئي تہ هن اتي چار جهنڊا ڦڙڪايا هئا. هڪ نيپال جو، ٻيو هندستان جو ٽيو برطانيا جو ۽ چوٿون جهنڊو ڪنهن جو هو؟

ج: اقوام متحده.

س: ڪهڙي ملڪ جو جهنڊو جنگ وارن ڏينهن ۾ ابتو ٽنگيو ويندو آهي؟

ج: فلپائين.

س: يونين جيڪ جي شروعات ڪڏهن ٿي؟
ج: ١٧٠٧ع ۾
س: ٻڌايو ته هيستائين سڀ کان گهٽيون تبديليون ڪهڙي ملڪ جي جهنڊي ۾ ڪيون ويون آهن؟
ج: ترڪي.
س: ڪهڙي ملڪ جي جهنڊي تي ستن ڪنڊن وارو تارو نهيل آهي؟
ج: اردن.
س: ٻڌايو ته ڪهڙي ملڪ جي جهنڊي تي ٻن منهن وارو باز نهيل آهي؟
ج: البانيا.
س: ٻڌايو ته ڪهڙي ملڪ جي جهنڊي تي عقاب ۽ نانگ جون تصويرون نهيل آهن؟
ج: ميڪسيڪو
س: ڪهڙي ملڪ جي جهنڊي تي مشعل بردار هٿ نهيل آهي؟
ج: جمهوريه ڪانگو.

## 14- تاريخ عالم

س: ٻڌايو ته چنگيز خان جو سڀ کان پهرين مقابلو ڪهڙي مسلمان حڪمران سان ٿيو هو؟
ج: سلطان محمد شاهه خوازرم.
س: سيزر کان پوءِ اٽليءَ جي تخت تي ڪير وينو ۽ ڪهڙو لقب اختيار ڪيائين؟
ج: اڪتوڊين جيڪو آگسٽس جي لقب سان تخت تي وينو.
س: ٻڌايو ته ڪنهن جي ماءُ ٥۴ع ۾ ڪلاڊيسس کي زهر ڏنو هو ۽ سندس پٽ بادشاهه بنجي ويو ۽ ان ئي پٽ ٥٩ع ۾ پنهنجي ماءُ کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ ٦٨ع ۾ آپگهات ڪري ڇڏيو؟
ج: نيرو.
س: نيرو روم کي باهه ڪڏهن لڳرائي هئي؟
ج: ١٨ جولاءِ ٦۴ع

س: مديني جي هجرت وقت فرانس ۾ ڪنهن جي حڪومت هئي؟
ج: ڪلونز ٻي جي.
س: ڪولمبس ڪهڙي اسپيني بادشاهہ جي وقت ۾ هو؟
ج: فرڊي ننڊ.
س: بچہ سقہ ڪنهن جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو هو؟
ج: امير امان الله خان آف افغانستان.
س: "الملڪ اظاهر رڪن الدين بيرس" جي تاريخ ۾ ڪهڙي اهميت آهي؟
ج: هن جي لشڪر تاريخ ۾ پهريون ڀيرو ١٦٦٠ع ۾ منگولن کي جالوت واري هنڌ شڪست ڏني.
س: دنيا ۾ سڀ کان پهرين شهنشاهت ڪنهن قائم ڪئي؟
ج: سائرس اعظم.
س: سائرس اعظم ڪٿي جو شهنشاهہ هو؟
ج: ايران.
س: ڇا اوهين ٻڌائي سگهو ٿا تہ قبلائي خان چنگيز خان جي ڪهڙي پٽ جو پٽ هو؟
ج: تولوئي.
س: زوال روم جو آخري سال ڪهڙو هو؟
ج: ٤٧٦ع.
س: روم ۾ سونهري دور ڪهڙي حڪمران جو هو؟
ج: آگسٽس جو عهد حڪومت.
س: مرابطين گهراڻي جو بنياد ڪنهن رکيو؟
ج: يوسف بن تاشقين.
س: ڪهڙي منگول حڪمران کي فاتح چين چيو وڃي ٿو؟
ج: قبلائي خان.
س: ڇا اوهين منگول سلطنت جي باني جو نالو ٻڌائي سگهو ٿا؟
ج: چنگيز خان
س: دنيا جي قديم بادشاهت جيڪا جاپان جي آهي ۽ اڄ ڏينهن تائين قائم آهي. ٻڌايو تہ اها ڪڏهن کان قائم آهي؟

ج: ٦٦٠ ق.م کان.
س: هي جملو ڪهڙي مشهور رومن فاتح چيو هو؟
"I Came- I saw- I Conquered" (آئون آيس مون ڏٺو ۽ فتح ڪيو)
ج: جيولس سيزر.
س: حمورابي جيڪو پنهنجي قانون جي مجموعي جي ڪري مشهور آهي. ٻڌايو ته حمورابي ڪڏهن ۽ ڪٿي حڪومت ڪندو هو؟
ج: ١٨٠٠ ق.م. بابل ۾

## 15- ملڪن جا سربراهه (سابق)

س: يمن جي ان حڪمران جو نالو ٻڌايو جيڪو فوٽو ڪڍائڻ پسند نه ڪندو هو. سندس خيال هو ته جڏهن به سندس ڪا تصوير نڪتي ۽ ڪنهن اخبار يا رسالي ۾ ڇپي ته هو ان ڏينهن مري ويندو ۽ واقعي ٿيو به ائين. فيبروري ١٩٤٨ع ۾ هڪ مصور سندس قلمي تصوير ناهي اخبار ۾ شايع ڪئي ۽ ان ڏينهن هو هڪ انقلاب ۾ مارجي ويو؟
ج: امام يحيٰ.
س: ان ڪميونسٽ ملڪ جي صدر جو نالو ٻڌايو جنهن کي تاحيات صدر مقرر ڪيو ويو هو؟
ج: يوگو سلاويه جي مارشل جوزف بروز ٽيٽو کي.
س: انهن ٻن ملڪن جي اڳوڻن سربراهن جا نالا ٻڌايو جيڪي عيد جي ڏينهن ڄاوا هئا؟
ج: عيدي امين ۽ شاهه فيصل.
س: الجزائر جي ان صدر جو نالو ٻڌايو جيڪو قرآن جو حافظ هو؟
ج: مرحوم حواري بومدي.
س: ١٩٧٥ع ۾ ميڪسيڪو ۾ عورتن جي عالمي سال جي موقعي تي ٿيل عورتن جي ڪانفرنس ۾ ڪهڙي ملڪ جي عورت وزيراعظم به شريڪ ٿي هئي؟
ج: سري لنڪا جي مسز بندرا نائيڪي.

س: ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي زماني ۾ هڪ اهم شخصيت پنهنجي ملڪ ۾ ۱۹۳۷ع اقتدار تي قبضو ڪيو هو ۽ ۱۹۷۵ع ۾ وفات ڪيائين. نالو ٻڌايو؟

ج: جنرل فرانڪو (اسپين)

س: فرانس جو ڪهڙو حڪمران ۱۸۱۴ع ۾ تخت تان دستبردار ٿي ويو هو؟

ج: نيپولين بوناپارٽ.

س: دنيا جي هڪ ملڪ جي صدر ۱۹۷۴ع ۾ گڏيل قومن کي صلاح ڏني هئي تہ گڏيل قومن کي سندس ملڪ جي گاديءَ جي هنڌ منتقل ڪيو وڃي، جيڪو سڄي ڌرتيءَ جو مرڪز آهي ۽ ان سان گڏوگڏ هڪ ٻي طرفدار ملڪ بہ آهي. نالو ٻڌايو؟

ج: يوگنڊا جي صدرعيدي امين.

س: اسرائيل جي ان اڳوڻي وزيراعظم جو نالو ٻڌايو جنهن يهودين جي ڳجهي تنظيم (Higanko) جو بنياد رکيو هو؟

ج: ڊيوڊ بن گوريا.

س: ڇا اوهين عراق جي ان صدر جو نالو ٻڌائي سگهو ٿا جنهن تخت تي پادر رکي ڇڏيا هُئا؟

ج: عبدالڪريم قاسم.

س: گهانا جو پهريون صدر ڪير هو؟

ج: ڊاڪٽر ڪوامي نڪروما.

س: ڇا اوهين نائيجريا جي پهرينءَ وزيراعظم جو نالوٻڌائي سگهو ٿا؟

ج: سر ابوبڪر تفوي بليويا.

س: ترڪيءَ جي عظيم اڳواڻ ڪمال اتاترڪ جي پيءُ جو نالو ٻڌايو؟

ج: علي رضا.

س: ۲۸ سيپٽمبر ۱۹۷۰ع تي دنيا جي ڪهڙي مشهور شخصيت وفات ڪئي؟

ج: جمال ناصر.

س: جاپان جو ڪهڙو سابق وزيراعظم پهرين پوسٽ ماسٽر جنرل هو؟

ج: ڪوساتو.

س: ڪهڙا ٻہ لڳاتار صدر پاڻ ۾ سڳا ڀائر هئا؟
ج: عراق جو عبدالسلام عارف جيڪو ١٩٦٣ع کان ١٩٦٦ع تائين ۽ عبدالرحمان عارف جيڪو ١٩٦٦ع کان ١٩٧٠ع تائين صدر رهيو.
س: مصر جو شاهہ فاروق تخت تان ڪڏهن لٿو؟
ج: ١٩٥٢ع ۾.
س: ترڪيءَ جي اڳوڻي وزيراعظم عصمت انونو کي "انونو" چو چيو وڃي ٿو؟
ج: چو تہ هن "انونو" واري هنڌ تي يونانين کي شڪست ڏني هئي.
س: ٻڌايو تہ شاهہ فيصل کي ڪڏهن شهيد ڪيو ويو؟
ج: ٢٥ مارچ ١٩٧٥ع
س: ٧ جنوري ١٩٧٦ع تي دنيا جي ڪهڙي مشهور ملڪ جي وزيراعظم جو انتقال ٿيو؟
ج: چين جي چواين لائي جو.

## 16- ڪڏهن؟

س: ٻڌايو تہ "انٽرپول" ڪڏهن قائم ٿيو؟
ج: ١٩٢٣ع ۾ ويانا ۾.
س: ٻڌايو تہ "دولت مشترڪہ" ڪڏهن قائم ٿي؟
ج: ٢٤ مئي ١٩٣١ع
س: گستاپو (جرمن ڳجهي پوليس) ڪڏهن قائم ٿي ۽ ان جو سربراهہ ڪير هو؟
ج: ١٩٣٣ع هٽلر.
س: "گريٽ برٽين" جو لفظ سرڪاري طور تي ڪڏهن شروع ٿيو؟
ج: ١٦٠٣ع ۾ جيمز پهريںءَ پنهنجو پاڻ کي، ڪنگ آف گريٽ برٽين، چيو.
س: انڪم ٽئڪس جي شروعات ڪڏهن ٿي؟
ج: ١٧٩٩ع کان.

س: سڀ کان پهرين عورت ڪڏهن آمريڪي ڪانگريس ۾ داخل ٿي؟
ج: ١٩١٦ع.
س: اهو ڪڏهن کان قرار ڏنو ويو تہ برطانوي وزيراعظم جو دارالعلوم جو ميمبر هئڻ ضروري آهي؟
ج: ١٩٠٢ع کان
س: عورتن جو عالمي ڏينهن ڪڏهن ملهايو ويندو آهي؟
ج: ٩ مارچ تي.
س: ”آئرش فري اسٽيٽ“ جو قيام ڪڏهن عمل ۾ آيو؟
ج: ١٩١١ع
س: ”بوسٽرن ٽي پارٽي“ جي شروعات ڪڏهن ٿي؟
ج: ١٦ ڊسمبر ١٧٧٣ع کان.
س: ٻڌايو تہ آئرلينڊ هڪ خودمختيار ۽ آزادي جمهوري حڪومت ڪڏهن بنيو ۽ ESR جو لفظ اختيار ڪيو؟
ج: ١٩٤٩ع
س: لوئيس بيرل انڌن ماڻهن جي پڙهڻ جي لاءِ بيرل سسٽم ڪڏهن ايجاد ڪيو؟
ج: ١٨٣٤ع
س: نسلي متڀيد جي خاتمي جو ڏينهن ڪڏهن ملهايو ويندو آهي؟
ج: ٢١ مارچ تي.
س: ٻڌايو تہ نادر شاهہ قندار، ڪابل ۽ پشاور ڪڏهن فتح ڪيا هئا؟
ج: ١٧٣٨ع
س: برطانيا ۾ "Purchase Tax" ڪڏهن لڳايو ويو؟
ج: ١٩٤٠ع
س: ٻڌايو تہ هالينڊ انڊونيشيا جي آزاديءَ کي ڪڏهن تسليم ڪيو؟
ج: ٢٩ ڊسمبر ١٩٤٩ع تي.
س: پاڪستان جو مشهور وارسڪ بند ڪڏهن مڪمل ٿيو؟
ج: ١٩٦٠ع
س: پهريون پيرو مشين وسيلي ڪاغذ ڪڏهن تيار ڪيو ويو؟

ج: ۱۸۰۴ع.
س: جمهوريه ترڪيءَ جو قيام ڪڏهن عمل ۾ آيو؟
ج: ۱۹۲۳ع
س: ٻڌايو ته بئنڪ آف انگلينڊ ڪڏهن قائم ٿي؟
ج: ۱۶۱۴ع

## 17- معاهدا، تنظيمون ۽ سياسي پارٽيون

س: ٻي مهاڀاري لڙائيءَ کان پوءِ فرانسيسين سان گوريلا جنگ ڪرڻ لاءِ هوچي منهه جيڪا تنظيم قائم ڪئي هئي ان جو نالو ٻڌايو؟
ج: ويٽ منهه
س: آمريڪا جي ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جو نشان گڏهه ۽ ري پبلڪن جو هاٿي آهي. چا اوهين اُن ڪارٽونسٽ جو نالو ٻڌائي سگهو ٿا اهي نشان ايجاد ڪيا؟
ج: ٿامس نيسٽ (Thomas Nast)
س: چا اوهين ٻڌائي سگهو ٿا ته هٽلر ڪهڙي پارٽيءَ جو سربراهه هو؟
ج: جرمن نيشنل سوشلسٽ ورڪرز پارٽي.
س: چا اوهين ٻڌائي سگهو ٿا ته "ڪيومن تانگ" ڪهڙي ملڪ جي سياسي پارٽيءَ جو نالوهو؟
ج: چين جي نيشلسٽ پارٽي
س: مهاتما گانڌيءَ "هوم رول ليگ" جو ٻيو نالو ڪهڙو رکيو هو؟
ج: سوراج سيا.
س: چا اوهين ٻڌائي سگهو ٿا ته تاشقند وارو معاهدو روس ۾ ڪهڙي هنڌ ٿيو؟
ج: ازبڪستان
س: آمريڪا جي ان پراڻي سياسي پارٽيءَ جو نالو ٻڌايو جيڪا اڄ به موجود آهي؟
ج: ڊيموڪريٽڪ پارٽي

س: روس جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو نشان ڪهڙو آهي؟
ج: هٿوڙو ۽ ڏاٽو.
س: بڌايو تہ "الفتح" تنظيم جو نالو ڪيئن وجود ۾ آيو؟
ج: حرڪت تحرير فلسطين (اصل لفظ حتف جڙي ٿو جنهن جي معنيٰ آهي موت، ابتو ڪري پڙهڻ سان فتح ٿيو وڃي)
س: اوپيڪ تنظيم جي ميمبرن جو تعداد ٻڌايو؟
ج: تيرنهن (١٣)
س: انهن چئن وڏين طاقتن جا نالا ٻڌايو جن "ورسيلز معاهدي" تي صحيحون ڪيون هيون؟
ج: اٽلي، فرانس، برطانيا ۽ آمريڪا.
س: ريڊ ڪراس جي "نصب العين" (موٽو) ڇا آهي؟
ج: "انسان جي حفاظت ڪريو. جنگ کي روڪيو."
س: عرب ليگ جي قيام جي تجويز سڀ کان پهرين ڪنهن پيش ڪئي؟
ج: مصر جي سابق وزيراعظم ڪاس پاشا.
س: عرب ليگ جي ٺهڻ جي وقت ان شروعاتي ميمبرن جو تعداد گهڻو هو؟
ج: ست.
س: عرب ليگ جي شروعات ستن ميمبرن جا نالا ٻڌايو؟
ج: مصر، سعودي عرب، عراق، اردن، شام، لبنان ۽ يمن.
س: "ميونخ وارو معاهدو" ڇا جي ڪري مشهور آهي؟
ج: انگريزن دوکو ڪاڏو.
س: سينٽو معاهدي شروع ۾ ڪهڙن ملڪن ۾ ٿيو هو؟
ج: ترڪي ۾ عراق.
س: "حق خود اختياريءَ" جو اصول ڪهڙي معاهدي تحت مڃيو ويو؟
ج: پيرس وارو معاهدو.
س: "آفريقا آفريقين جو آهي" اهو نعرو سڀ کان پهرين ڪنهن هڻيو؟
ج: ڳجهي تنظيم مائومائو اوپر آفريقا.
س: چيني ڪميونسٽ پارٽيءَ جو قيام ڪهڙي سن ۾ عمل ۾ آيو؟
ج: ١٩٢١ع ۾.

## 18- ٽڪليون

س: دنيا جي سڀ کان ملهائتي ٽڪلي ڪهڙي آهي؟
ج: برٽش گيانا جي ١٨٧٦ع ۾ جاري ٿيندڙ هڪ سينٽ جي اها ٽڪليءَ جنهن جي هينئر قيمت ٽي لک پنجونجاهه هزار ڊالرن کان به وڌيڪ آهي.
س: دنيا ۾ سڀ کان پهرين لوهه جي ٿپال جي ٽڪلي يوٽان جاري ڪئي هئي. اوهان ته اهو ٻڌايو ته ڪهڙن ملڪن ۽ رياستن سون ۽ چانديءَ جو ٽڪليون به جاري ڪيون آهن؟
ج: يوٽان ١٩٦٦ع ۾ سون جي ٽڪلي جاري ڪئي. ان علاوه قطر، اومان فجريا، ٽونگا به سون ۽ چانديءَ جون ٽڪليون جاري ڪيون آهن.
س: آمريڪي جي ٽپال جي پهرين ٽڪلي ١٨٤٧ع ۾ ڇپي، ٻڌايو ته ان تي ڪنهن جي تصوير ڇپي هئي؟
ج: بنجامن فرينڪلن.
س: دنيا جي سڀ کان وڏي ٽڪلي فجيريا جي آهي جنهن جي سائيز اڌ فوٽ آهي. اوهان اهو ٻڌايو ته سڀ کان ننڍي ٽپال جي ٽڪلي ڪهڙي ملڪ جاري ڪئي؟
ج: بوليويا (ڏکڻ آمريڪا)
س: دنيا جي سڀ کان پهرين رنگين ٽپال جي ٽڪلي ڪهڙي ملڪ جاري ڪئي؟
ج: سوئيٽرز ليند.
س: دنيا ۾ سڀ کان پهرين گول ٽڪلي ڪهڙي ملڪ جاري ڪئي؟
ج: برٽش گيانا (١٨٥٠ع ۾)
س: دنيا ۾ سڀ کان پهرين ٽپال جون ٽڪليون برطانيا جاري ڪيون ٻڌايو ته ٻي نمبر تي ڪهڙي ملڪ جاري ڪيون؟
ج: سوئيٽرزر ليند
س: ايشيا جي سڀ کان پهرين ٽپال جي ٽڪلي ڪنان ۽ ڪڏهن جاري ٿي هئي؟

ج: سنڌ ماڻ (ورهاڱي کان اڳ) پهرين جولاءِ ۱۸۵۲ع تي ان جي قيمت اڌ آنو هئي.

س: غلط ڇپجندڙ دنيا جي سڀ کان قيمتي ٽڪلي ڪهڙي ملڪ جي آهي؟

ج: سوئيڊن.

س: ۱۹۴۸ع ۾ ايشيا جي ڪهڙي ملڪ هڪ اهڙي سرڪاري ٽڪلي جاري ڪئي هئي جيڪا فقط گورنر جنرل استعمال ڪري سگهيو ٿي؟

ج: هندستان، ان جي قيمت ڏهہ روپيا هئي ۽ ان تي مهاتما گانڌيءَ جي تصوير ڇپيل هئي.

س: ٽڪلين تي سڀ کان پهريون ڪئٽلاگ ڪهڙي ملڪ جاري ڪئي؟

ج: فرانس

س: برطانوي بينڪن سان سڀ کان پهرين ڪنهن ٽڪلي جاري ڪئي هئي؟

ج: ماريشس ۱۸۴۷ع ۾.

س: ايشيا جي ان ملڪ جو نالو ٻڌايو جنهن ۱۸۷۰ع تائين ٽڪلين تي مهر هڻڻ بدران هڪ ڪنڊ ڦاڙڻ جو طريقو لاڳو هو؟

ج: افغانستان.

س: ورهاڱي کان اڳ ڀارت سڀ کان پهرين ڪهڙي شخصيت جي تصوير پنهنجي ٽڪليءَ تي ڇاپي؟

ج: مهاتما گانڌي.

س: برطانيا سڀ کان پهرين ڪهڙي شخصيت جي تصوير پنهنجي ٽڪليءَ تي ڇاپي؟

ج: راڻي وڪٽوريہ

س: دنيا ۾ سڀ کان گهڻيون ٽڪليون گڏ ڪندڙ شخص جو نالو ٻڌايو

ج: ڪاونٽ فلپ فري (فرانس).

س: ۱۸۷۸ع ۾ ڪنهن بين الاقوامي ٽپال جاري ڪئي؟

ج: پئرس جي پوسٽل ڪانگريس.

س: جنهن ٽڪليءَ تي ڪنهن بہ ملڪ جو نالو لکيل نہ هجي اها ٽڪلي ڪهڙي ملڪ جي هوندي؟

ج: برطانيا.
س: ان شخص جو نالو ٻڌايو جنهن جي ٽڪلين جو ذخيرو ايترو ته قيمتي هو جو برطانيا جي راڻي به خريد نه ڪري سگهي؟
ج: شاهه فاروق (مصر)
س: دنيا ۾ سڀ کان پهرين ٽڪنڊي ٽڪلي ڪنهن جاري ڪئي؟
ج: ڪيپ آف گڊهوپ ۱۸۵۳ع ۾

## 19- رانديون

س: پولو جي هڪ ٽيم ۾ گهٽا رانديگر هوندا آهن؟
ج: چار.
س: مشهور باڪسر محمد عليءَ جو اصل نالو ڪهڙو آهي؟
ج: ڪاسٽس ڪلي.
س: ۱۹۷۱ع ۾ محمد عليءَ کي ڪهڙي باڪسر هارايو هو؟
ج: جوفريزر.
س: باسڪٽ بال جي راند ڪنهن ايجاد ڪئي؟
ج: ڊاڪٽر جيمز نا سيمٿ.
س: ٻڌايو ته "ڪيرم" ۾ ڪل گهٽيون ڪوڏيون هونديون آهن؟
ج: ۱۹.
س: ڇا اوهان کي ان آمريڪي صدر جو نالو اچي ٿو جيڪو فٽ بال راند جو ڏاڍو شوقين هو ۽ ان شوق ۾ هو هڪ ٽنگ به ڀڄائي چڪو هو.
ج: آئزن هاور.
س: ڀارت جو ڪهڙو ڪرڪيٽر لنڊن ۾ جوراب چورائيندي جهلجي پيو هو؟
ج: سڌير نائيڪ.
س: باڪسنگ جو مقابلو گهٽن راونڊن جو هوندو آهي؟
ج: وڌ ۾ وڌ ۱۵ راونڊ.
س: پهريون عالمي ڪپ هاڪي ٽورناميٽ ڪڏهن ۽ ڪٿي منعقد ٿيو؟
ج: ۱۹۷۱ع ۾ بارسلونا (اسپين) ۾

س: ان ملڪ جو نالو ٻڌايو جنهن والي بال ايجاد ڪئي؟
ج: آمريڪا.
س: ١٩٢٢ ۾ اولمپڪ رانديون ڪهڙي ملڪ ۾ ٿيون؟
ج: ميونخ (جرمني)
س: هاڪيءَ جو پهريون عالمي هاڪي مئچ ڪٿي کيڏيو ويو؟
ج: انگلستان.
س: پاڪستان هاڪي ٽيم جو پهريون ڪپتان ڪير هو؟
ج: علي اقتدار شاهه دارا.
س: دنيا جي سڀ کان پهرين ڪهڙي ملڪ جي هاڪي ٽيم پاڪستان ۾ آئي؟
ج: مغربي جرمنيءَ جي هاڪي ٽيم ١٩٥٥ع ۾.
س: ٻڌايو ته پهريون ورلڊ ڪپ ڪرڪيٽ ڪهڙي ملڪ کٽيو؟
ج: ويسٽ انڊيز.
س: واٽر پولو ڪهڙي جانور تي چڙهي کيڏيو ويندو آهي؟
ج: ڪنهن به جانور تي نه پر ترِي کيڏي ويندي آهي.
س: ٻڌايو ته واٽر پولو جي راند ڪڏهن ۽ ڪٿي ايجاد ٿي؟
ج: ١٨٧٠ع لنڊن ۾.
س: ڇا اوهين ٻڌائي سگهو ٿا ته اسڪوائش جي راند سڀ کان پهرين ڪهڙي ملڪ ۾ کيڏي وئي؟
س: ڇا اوهين ٻڌائي سگهو ٿا ته اسڪوائش جي راند سڀ کان پهرين ڪهڙي ملڪ ۾ کيڏي وئي؟
ج: برطانيا.
س: ٻڌايو ته باڪسنگ جو هر راؤنڊ گهٽي منٽن جو هوندو آهي؟
ج: ٽن منٽن جو.
س: بيس بال سڀ کان پهرين ڪٿي ۽ ڪڏهن کيڏي وئي؟
ج: ١٧٤٤ع انگلينڊ ۾.

## 20- سنڌي ادب

س: سنڌي ڪافيءَ جو بادشاهه ڪنهن کي چيو وڃي ٿو؟
ج: مصري شاهه.
س: مشهور ناول نگار ۽ ڊراما نويس علي بابا جو اصل نالو ٻڌايو؟
ج: علي محمد رند.
س: سنڌي ٻوليءَ ۾ جيل جي موضوع تي سڀ کان وڏو ڪنهن لکيو آهي؟
ج: طارق اشرف.
س: "سنڌ جا سوداگر توتي لعنت لک هزار" ٻڌايو ان مشهور نظم جو خالق ڪير آهي؟
ج: يار محمد ابن حيات پنهور
س: سنڌ جي ان مرحوم سياستدان جو نالو ٻڌايو جنهن سياسي مصروفيتن جي باوجود به ٥٢ ڪتابن جو ليکڪ آهي؟
ج: محترم جي ايم سيد
س: ٻڌايو ته "ڦڙاڏو سوئي سڌ" ڪنهن جو ناول آهي؟
ج: سراج.
س: "جڏهن ڀونءِ ٿي" ڪنهن جي شاعريءَ جو مجموعو آهي؟
ج: تاجل بيوس .
س: ان ليکڪ جو نالو ٻڌايو جنهن تقريبن سڄو شيڪسپيئر سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي؟
ج: مرزا قليچ بيگ.
س: ايوبي ۽ يحيٰ شاهيءَ جي آمريت ۾ شيخ اياز جي ڪهڙن ڪتابن تي پابندي پئي ۽ نالا به ٻڌايو؟
ج: ٿن، ڀونر ڀري آڪاس، ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي ۽ ڪلهي پاتم ڪينرو.
س: "سنڌوءَ جي ساڃاهه" ڪتاب ڪنهن جو لکيل آهي؟
ج: محترم جي -ايم -سيد.

س: سنڌي ۾ مرثيا لکڻ جي شروعات ڪنهن ڪئي؟
ج: سيد ثابت علي شاهه.
س: سنڌي ٻولي جو پهريون شاعر ڪنهن کي چيو وڃي ٿو؟
ج: قاضي قادن.
س: امام غزاليءَ جي مشهور ڪتاب "ڪيميائي سعادت" جو سنڌي ترجمو ڪنهن ڪيو آهي؟
ج: مرزا قليچ بيگ.
س: پاڪستان جي ان وزيراعظم جو نالو ٻڌايو جنهن پنهنجي دور ۾ ٻن سون کان به وڌيڪ رسالن، ڪتابن ۽ پريسن تي پابندي وڌي؟
ج: ذوالفقار علي ڀٽو مرحوم.
س: محمد عثمان ڏيپلائيءَ پنهنجو مشهور ناول "سانگهڙ" گهٽ ڏينهن ۾ لکي پورو ڪيو؟
ج: چاليهن ڏينهن ۾.
س: سنڌي ٻوليءَ ۾ سڀ کان گهٽا سفرناما ڪنهن جا ڇپيا آهن؟
ج: الطاف شيخ.
س: سنڌي ٻوليءَ ۾ هيستائين سڀ کان گهٽا ڪتاب ڪنهن جا لکيل آهن؟
ج: مرزا قليچ بيگ (ڇنن سون کان به وڌيڪ)
س: "انڌا اونڌا ويچ" ۽ "سنڌي ذات هنجن" ڪهڙي مشهور شخصيت جا ادب تي لکيل به ڪتاب آهن؟
ج: رسول بخش پليجو.
س: "غلاميءَ ۽ آزاديءَ جا عبرتناڪ ڪرشما" ڪنهن جو لکيل ڪتاب آهي؟
ج: مرحوم محمد صديق مسافر.
س: "هرمن هيس" جي انگريزي ناول "سڌارٿ" سنڌي ۾ ترجمو ڪنهن ڪيو آهي؟
ج: مرحوم فضل احمد بچائي ۽ ٻيو ڀيرو هاڻ منير سولنگي به ڪيو آ.
س: سنڌي جي ان شاعر جو نالو ٻڌايو جنهن جا هيستائين گهٽي ۾ گهٽا شاعريءَ جا ڪتاب ڇپيا آهن؟

ج: شيخ اياز.

## 21- ادب

س: ”گلبانگ“ بلوچي زبان جي هڪ مشهور شاعر جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. شاعر جو نالو ٻڌايو؟
ج: گل خان نصير.
س: علامہ اقبال جي ”اسرار خودي و رموز بيخودي“ جو منظوم سنڌي ترجمون ڪنهن ڪيو؟
ج: محمد بخش واصف حيدرآبادي.
س: ”قانون عشق“ ڪنهن جي ڪافين جو مجموعو آهي؟
ج: بابا بلهي شاهہ.
س: مشهور پنجابي شاعر بابا بلها شاه جو اصل نالو ٻڌايو؟
ج: عبدالله.
س: پشتو زبان جي مشهور شاعر رحمان شاهہ جو پورو نالو ٻڌايو؟
ج: عبدالرحمان خان مهمند.
س: پنجابي زبان ۾ آزاد شاعريءَ جو باني ڪير آهي؟
ج: پروفيسر پورن سنگهہ.
س: خوشحال خان خٽڪ پشتوءَ کانسواءِ ٻي ڪهڙي زبان ۾ شاعري ڪندو هو؟
ج: فارسي.
س: پنجابي زبان جو انڌو شاعر ڪهڙو هو؟
ج: شاهجهان مقبل.
س: پشتو زبان جي ان شاعر جو نالو ٻڌايو جنهن جي ديوان شايع ڪرائڻ لاءِ مرڪزي حڪومت ويهہ هزار روپين جو عطيو ڏنو؟
ج: قاسم علي خان آفريدي
س: سرائيڪي (ملتاني) زبان جو سڀ کان مشهور شاعر خواجہ غلام فريد رح ڪٿي جو رهاڪو هو؟
ج: چاچڙا شريف (ضلع رحيم يار خان).

س: اردو پنجابي مجموعہ ڪلام ”انجمن“ ڪهڙي شاعر جو آهي؟
ج: صوفي غلام مصطفيٰ تبسم.
س: رسول مير شاهہ آبادي ڪهڙي زبان ۾ شاعري ڪندو هو؟
ج: ڪشميري.
س: احمد شاهہ ابدالي ڪهڙي زبان ۾ شاعري ڪندو هو؟
ج: پشتو.
س: پنجابي زبان جي پهرين ناول ”ست گواچي لوگ“ (ست گم ٿيل ماڻهو) جي مصنف جو نالو ٻڌايو؟
ج: فخر الزمان.
س: پنجابي ادب جو سڀ کان وڏو تخليقي دور ڪهڙي دور کي چيو وڃي ٿو؟
ج: ١٧٠٧ع کان ١٨٥٧ع.
س: بلوچي زبان جي مشهور رومانوي داستان ”جاني شہ مريد“ مير چاڪر جي عهد سان منسوب آهي. ٻڌايو تہ مير چاڪر ڪنهن جو سردار هو؟
ج: سبي.
س: پنجابي زبان جي مشهور رومانوي داستان ”هير رانجها“ جو شاعر وارث شاهہ پنجاب جي ڪهڙي علائقي ۾ ڄائو؟
ج: جنڊيا، ضلع شيخوپوره.
س: ”نازو“ پاڪستان جي هڪ زبان ۾ لکيل ناول جو نالو آهي. ڇا اوهين ان زبان ۽ مصنف جو نالو ٻڌائي سگهو ٿا؟
ج: سرائيڪي. رشيد احمد لاشاري.
س: ٻڌايو تہ امير ڪروڙ ڪهڙي زبان جو شاعر هو؟
ج: پشتو.
س: زينت سنڌي جو پهريون ناول چيو وڃي ٿو. ڀلا اوهين ان جي ليکڪ جو نالو ٻڌائيندا؟
ج: مرزا قليچ بيگ.

## 22- جنگيون

س: دنيا ۾ تيندڙ سڀ کان طويل جنگ جو نالو ٻڌايو؟
ج: يورپ جي سئو سالہ جنگ.
س: دنيا جي سڀ کان ننڍي جنگ ڪڏهن وڙهي ويئي؟
ج: ٢٧ آگسٽ ١٨٩٦ع تي برطانيا ۽ زنجبار جي وچ ۾ (صبح جو ٩ وڳي ٢ منٽن کان ٩ لڳي ۴٠ منٽن تائين).
س: پهرين مهاڀاري لڙائي ۾ جرمن فوج جو ڪمانڊر انچيف ڪير هو؟
ج: هنڊن برگ.
س: ٻڌايو تہ ٻي مهاڀاري لڙائي جي دوران جرمن آبدوزن کي ڪهڙي نالي سان سڏيو ويندو هو؟
ج: يو- بوٽس.
س: ٻي جنگ عظيم ۾ يورپ جا ڪهڙا ٻہ ملڪ ٻي طرفدار رهيا.
ج: آئرلينڊ ۽ اسپين
س: آمريڪي گهرو لڙائيءِ ۾ اترين رياستن جو سڀ کان وڏو جنرل ڪير هو؟
ج: يوليسز - ايس گرانٽ.
س: ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ جرمن فوجن هٿيار ڪڏهن ڦٽا ڪيا؟
ج: ٧ مئي ١٩۴٥ع تي ريمس (Remis) ۾.
س: مهاڀارت جي جنگ ڪهڙي ٻن ڌرين جي وچ ٿي هئي؟
ج: ڪورن ۽ پانڊن جي وچ ۾.
س: ان مشهور ...رن جو نالو ٻڌايو جيڪو پهرين مهاڀاري جنگ ۾ اينترو تہ زخمي ٿيو، جو هن جي قبر بہ کوٽي ويئي پر هو ٻي مهاڀاري جنگ ۾ بہ وڏو جنرل ثابت ٿيو؟
ج: جنرل منٽگمري.
س: ڇا اوهين ٻڌائي سگهو ٿا تہ ٻي جنگ عظيم دوران يورپ جي ڪهڙي واحد هنڌ تي بليڪ آئوٽ نہ ٿيو هو؟

ج: جبل الطارق (جبرالٽر).

س: ڇا اوهين جرمنيءَ جي ان شهر جو نالو ٻڌائي سگهو ٿا جيڪو ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ تباهيءَ کان مڪمل طور محفوظ رهيو؟

ج: هائيڊل برگ.

س: Little War ڪهڙي قسم جي جنگ کي چيو ويندو آهي؟

ج: گوريلا جنگ کي.

س: صليبي جنگيون گهڻن سالن تائين وڙهيون ويون؟

ج: اٽڪل ١٥٠ سالن تائين.

س: ٻڌايو ته نازي جرمنيءَ جي ڪهڙي جنرل هٿيار ڦٽا ڪرڻ جي دستاويز تي صحيح ڪئي هئي؟

ج: فيلڊ مارشل ڪچل.

س: آمريڪا جي آزاديءَ جي جنگ گهڻا سال هلي؟

ج: اٺ سال (١٧٧٥ع کان ١٧٨٣ع تائين)

س: ڇا اوهين ٻڌائي سگهو ٿا ته صليبي جنگين ۾ صليبين جو نعرو ڪهڙو هو؟

ج: خدا جو حڪم آهي.

س: ٻڌايو ته ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ ڪهڙي جنرل جاپان فتح ڪيو؟

ج: جنرل ڊگلس ميڪ آرٿر.

س: واٽرلو جي جنگ ۾ برٽش آرميءَ جي قيادت ڊيوڪ آف ويلنگٽن جي هٿ ۾ هئي. ڇا اوهين ٻڌائي سگهو ٿا ته پرشيز (Prussionis) جي ڪمان ڪنهن ڪئي هئي.

ج: بلوچر (Blocher).

س: ٻي جنگ عظيم ۾ ڪهڙي تاريخ تي فرانس عارضي طور تي جرمنيءَ سان صلح ڪئي هئي؟

ج: ٢٢ جون ١٩٤٠ع.

س: آمريڪا جي آزاديءَ جي جنگ ۾ برطانوي فوج جو ڪمانڊر ڪير هو؟

ج: سر هينري ڪلنٽن

